# ويڪسين ڇا آهي ؟

ويڪسين هڪ اهڙو مادو يا شئي
آهي جيڪا ڪنهن بيماري جي
جراثيم يعني وائرس يا بيڪٽيريا
مان ٺاهي ويندي آهي۔

ويڪسين جي جراثيم کي يا ته
ماريو ويندي آهي يا ڪمزور ڪيو
ويندو آهي۔ اهڙي طرح ويڪسين
ٻن قسمن جي ٿيندي آهي۔ هڪ اها
جنهن ۾ مرده وائرس هجي ۽ ٻي اها
جنهن ۾ زنده وائرس هوندو آهي۔

# ويڪسين ۾ ڇا وڌو ويندو آهي ؟

ويڪسين ۾ انهيَ مرض جو وائرس ۽ ٻيا ڪيميڪلز وڌا ويندا آهن. ويڪسين ۾ هڪ ڪيميڪل فارمل بي هائيڊ وڌو ويندو آهي جيڪو دماغي بيمارين جو سبب بڻجي ٿو.

ڪجھ ويڪسين ۾ ضايع ٿي ويل ٻار جا اوجا يا تاندورا ملايا ويندا آهن. ڪجھ ويڪسين ۾ ڳئون ۽ سوئر جي جسم مان حاصل ڪيل مادو گليٽن ملايو ويندو آهي. ڪجھ ويڪسين ۾ ڪتن ۽ باندرن جي بڪين جا جيوگھرڙا ملايا ويندا آهن.

پوليو ويڪسين باندرن جي بڪين جي جيوگھرڙن جي مدد سان تيار ڪئي ويندي آهي.

# پوليو ويڪسين

پوليو ويڪسين ٻن قسمن جي آهي. هڪ زنده وائرس جي ٺهيل آهي جيڪا قطرن جي صورت ۾ ڏني ويندي آهي ۽ ٻي مرده وائرس جي ٺهيل آهي جيڪا انجيڪشن جي ذريعي ڏني ويندي آهي.

سڀ کان پهرين پوليو ويڪسين ڊاڪٽر هيلري ڪوپرووسڪي ٺاهي ۽ افريقا جي غريب ماڻهن تي وجي آزمائي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هزارين ماڻهو معذوري ۽ موت جو شڪار بڻيا. اها ويڪسين بند ته ڪئي وئي پر ان جي ڪري ٿيل انساني جانين جي نقصان جو ڪو ازالو نه ٿيو.

ان کان بعد هڪ ٻئي امريڪي ڊاڪٽر
جونس سالڪ پوليو ويڪسين ٺاهي
جيڪا 1955ع ۾ استعمال ۾ آندي وئي.
ان ويڪسين جو پهريون تجربو هڪ
يتيم خاني جي لاوارث ٻارن تي ڪيو ويو
۽ نتيجو سوين ٻارن جي معذوري جي
صورت ۾ نڪتو ۽ ڪجھ ته مري ويا.

ڊاڪٽر سالڪ جي ويڪسين ۾ ڪجھ بهتري
آئي اڳلي سال 40 لک امريڪين کي پوليو
ويڪسين ڏني وئي. پنجن سالن کان بعد
معلوم ٿيو ته اها "بهتر ڪيل" ويڪسين جن
باندرن جي بڪين (گردن) مان تيار ڪئي وئي
هئي، انهن باندرن ۾ SV-40 نالي هڪ وائرس
هيو ۽ اهو وائرس جيڪو پوليو ويڪسين
جي ذريعي انساني جسم ۾ داخل ٿيو، هزارين
امريڪين کي ڪينسر ٿيڻ جو سبب بڻيو.

1957ع ۾ هڪ ڀئي امريڪي ڊاڪٽر البرٽ
سبين زنده پوليو وائرس تي مشتمل پوليو
ويڪسين ٺاهي، جيڪا ڦڙن جي صورت ۾
ڏني وئي۔ اها ويڪسين 2000ع ۾ امريڪا ۾
والدين جي احتجاجن کان بعد بند ڪئي وئي۔
ڇاڪاڻ ته ان جي زنده وائرس جي ڪري
ٻارن کي ويتر پوليو بيماري لڳڻ جو خطرو
زياده پيو ٿئي ۽ ان ۾ موجود ڪيميڪلز جي
ڪري ٻارن ۾ ذهني بيماريون پئي ٿيون۔

حيرت جي ڳالھ آهي ته پوليو ڦطرا نقصانده هجڻ

سبب امريڪا ۾ بند ڪيا ويا، جڏهن ته پاڪستان ۾

نه صرف جاري رکيا ويا پر مقدار به وڌايو ويو۔

## ڊاڪٽر هارونا ڪائٽا پوليو قطرن جي جانچ ڪئي

نائيجيريا جي ڊاڪٽر هارونا ڪائٽا
پوليو قطرن جي جانچ ڪئي ۽
انڪشاف ڪيو ته پوليو قطرن ۾ اهڙا
مادا آهن جيڪي انسان جي جنسي
پيدائشي نظام تي اثر انداز ٿين ٿا.

## هٽرادو پوليو وائرس

2002ع ۾ امريڪي سائنسدانن قدرتي پوليو وائرس جي نقل تي ساڳي خاصيتن تي مشتمل هٽرادو پوليو وائرس ٺاهڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو. وائرس ٺاهي محفوظ رکڻ جو ڇا مقصد آهي؟ ته جيئن وائرس کي ڪڏهن به حياتياتي هٿيار جي طور استعمال ڪري سگهجي.

# ويڪسين پروگرام جا خفيه مقصد

ويڪسين پروگرامن تي اربين ڊالر خرچ
ڪندڙ بل گيٽس جو چوڻ آهي ته ويڪسين
آبادي گهٽ ڪرڻ جو بهترين ذريعو آهن.

يوٽيوب تي هي لفظ ٽائيپ ڪري سرچ ڪريو
bill gates vaccine population control

هر طرح جي ويڪسين جا پهريان تجربا غريب
افريڪي ماڻهن تي ڪيا ويا ۽ اهي افريڪي
ماڻهو ئي هيا جن ۾ ايڊز بيماري سامهون آئي.
ڊاڪٽر ليونارڊ هوروونٽز ڪتاب emerging
viruses AIDS and Ebola ۾ لکي ٿو ته ايڊز
جي بيماري حياتياتي هٿيار جي طور ٺاهي وئي
۽ ويڪسين جي ذريعي ڏني وئي.

ڊاڪٽر ايوا سنيڊ ڪتاب some call it
AIDS I call it murder ۾ لکي ٿي ته ايڊز
جو تعلق پوليو ۽ ٻين ويڪسينن سان آهي.

ڊاڪٽر ريمنڊ فرانسس جو چوڻ آهي ته پوليو ويڪسين بذات خود پوليو بيماري لڳڻ ۽ ڦھلجڻ جو سبب آھي. ان کان علاوه ھي ويڪسين ڀين خطرناڪ بيمارين جو سبب پڻ بڻجي ٿي. ھر سال ڪينسر جا ڏيندڙ ھزارين ڪيسن مان اڌ پوليو ويڪسين جي وائرس ۽ ان ۾ شامل جزن جي ڪري ٿيندا آھن.

امريڪي ڊاڪٽر جوزف مرڪولا چوي ٿو ته ويڪسين تي ٿيندڙ خرچ جو اڌ حصو به جيڪڏھن سفائي سترائي صاف غذا



۽ پاڻي تي ڪجي ته ڪيتريون ئي وبائي ازخود ختم ٿي ويندیون. پوء ڇو ڪربين رپيا ويڪسين تي خرچ ڪيا پيا وڃن؟

آسٽريليا جو ڊاڪٽر آرڪي
ڪيلوڪرينوس انڪشاف ڪيو ته
آسٽريليا جي اصلي باشندن، جيڪي
ڪاري رنگ وارا هيا، کي زبردستي
مختلف ويڪسين ڏئي انهن کي بيمار
ڪري ماريو ويو۔ انهن جي نسل
ڪشي ڪئي وئي۔

امريڪي ماهر صحت ڪم مارٽن
بيل چوي ٿي ته منهنجو اڪثر اهڙن
والدين سان ملڻ ٿيندو آهي جن جي
ٻارن جي صحت تي ويڪسين برا اثر
وڌا۔ منهنجي پنهنجي نياڻي ويڪسين
جي سائيڊ افيڪٽس جو شڪار بڻي۔

امريڪي ڊاڪٽر لارنس پيلوسڪي
جو چوڻ آهي ته ويڪسين جي خلاف
هزارين والدين جون شڪايتون رڪارڊ
تي آهن پر ويڪسين جا حمايتي ڊاڪٽر
۽ ٻياماڻهو چون ٿا ته اهو فقط اتفاق
آهي. سائنس ۾ دلچسپي رکندڙ مون
جهڙي ماڻهو لاءِ اها ڳالهه ڇڙي آهي ته
ايترا سارا واقعا فقط اتفاق نه ٿا ٿي
سگهن. ويڪسين محفوظ ناهي.

ڪينيڊا جي ڊاڪٽر گزلين لينڪٽاٽ
ڪتاب the medical mafia ۾ لکي
ٿي ته ويڪسين غير موئثر ۽ غير
محفوظ آهي. افريڪا ۽ امريڪا ۾
هيپاٽائٽس بي ويڪسين جي استعمال
کان بعد ايڊز جي بيماري ڦهلي.
افريڪي ملڪن ۾ ڳڱهي عرصي کان
جاري ويڪسين پروگرامن جي ڪري
اتان جي آبادي گهٽجي وئي آهي.
1973ع ان ڳالھ جي تصديق ٿي ته
دماغي ڪينسر جا واقعا انهن ماڻهن ۾
وڌيڪ آهن جن جي مائرن کي ڪنهن
وقت ۾ پوليو ويڪسين ڏني وئي هئي.

ڊاڪٽر سوزين هفريز ڪتاب dissolving illusions ۾ لکي ٿي ته پوليو بيماري جي ڪري معذور ٿيندڙ ٻار 60 ڏينهن جي اندر ٺيڪ ٿي ويندا هيا. ويڪسين کان پهرين هي بيماري ايئن ئي هئي، معمولي. هن بيماري خطرناڪ صورت ويڪسين جي اچڻ کان بعد اختيار ڪئي. 2011ع ۾ انڊيا ۾ پنجاهه هزار ٻار پوليو ويڪسين جي وائرس جي ڪري معذور ٿي ويا. جڏهن ته قدرتي پوليو وائرس جي ڪري هڪ ملڪ ته ڇا پر سڄي دنيا ۾ ڪڏهن به هڪ ئي وقت پوليو جا ايترا ڪيس نه ٿيا آهن.

ڊاڪٽر رابرٽ مينڊلس ڪتاب how to raise a healthy child in spite of a doctor ۾ لکي ٿو ته ويڪسين جا تمام گهڻا سائيڊ افيڪٽس آهن پر ڊاڪٽر سچ نه ٿا ٻڌائن ڇاڪاڻ ته انهن جي روزي روٽي جو سوال آهي.

مرده وائرس مان ٺهيل پوليو ويڪسين جا حمايتي چون ٿا ته زنده وائرس واري ويڪسين جي ڪري دنيا ۾ اجا تائين پوليو جا ڪيس ٿي رهيا آهن. جڏهن ته زنده وائرس مان تيار ٿيل پوليو ويڪسين جا حمايتي چون ٿا ته مرده وائرس واري ويڪسين جي سبب پوليو جا ڪيس ظاهر ٿي رهيا آهن. منهنجو مڃڻ آهي ته ٻئي ڌريون صحيح ٿيون چون. ٻنهي مان ڪائي به ويڪسين توهان جي ٻار ۾ پوليو جو مرض لڳڻ جي امڪان کي وڌائي ڇڏيندي.

ويڪسين جي سائيڊ افيڪٽس مان ٿيندڙ
نقصان جي ڪري امريڪا ۾ هيل تائين والدين
کي 3 ارب رپيا بطور جرمانه ڏنڊ ڏنا ويا آهن۔
جيڪڏهن ويڪسين مڪمل محفوظ هجي ها
ته هيترا پيسا ڇو ڏنڊ ۾ ڏنا ويا آهن؟

2010ع ۾ TED ڪانفرنس کي خطاب
ڪندي بل گيٽس چيو ته:
دنيا جي آبادي 6.8 ارب آهي جيڪا اڳتي
هلي 9 ارب ٿي ويندي۔ جيڪڏهن اسان
نئين ويڪسينن ۽ پيدائش جي حوالي
سان صحت جي معاملن (ابارشن) تي ڪم
ڪيون ته آبادي جي تعداد کي 10 کان 15
فيصد گهٽائي سگهون ٿا۔
– ويڪسين تي اربين ڊالر خرچ ڪندڙ پاڻ
ويڪسين جا اصلي مقصد ٻڌائن ٿا۔

ويڪسين جي ٽيندڙ سائيڊ افيڪٽس جي
ڪري هر سال گهٽ ۾ گهٽ ٻارهن هزار
آمريڪي ويڪسين ڪمپنين جي خلاف
مقدما درج ڪرائيندا آهن.

هر سال ست لک آمريڪي دوائن ۽
ويڪسين جي سائيڊ افيڪٽس جي ڪري
موت جي منهن ۾ هليا ويندا آهن.

آمريڪي اخبار واشنگٽن پوسٽ جنوري

1988ع ۾ رپورٽ شايع ڪئي ته 1979ع

کان وٺي 1988ع تائين پوليو بيماري جا

سمورا ڪيس قدرتي وائرس جي ڪري نه پر

ويڪسين جي وائرس جي ڪري ٿيا آهن.

1974ع ۾ آمريڪي حڪومت NSSM-200 جي

نالي سان هڪ رپورٽ تيار ڪئي جنهن ۾ اهو جائزو ورتو

ويو ته ايندڙ صدي ۾ ڪهڙيون ڳالهيون آمريڪي

مفادات جي خلاف خطرو ثابت ٿي سگهن ٿيون؟

ان رپورٽ ۾ پاڪستان، ترڪي، انڊونيشيا، مصر، نائجيريا ۽ ٻين مسلم ملڪن جي وڌندڙ آبادي پڻ آمريڪي مفادات جي خلاف ڄاتي وئي ۽ ان کي روڪڻ بابت رٿائون جوڙيون ويون.

# حوالا

گوگل 🔍 یوتیوب

vaccine depopulation plans
bill gates population programs
whale.to
vaccine injuries
dr. suzzane humphries
dr. robert mendelsohn
dr. ghislaine lanctot
dr. Joseph mercola
dr. Lawrence palevsky
dr. raymond francis
dr. archie kalokerinos
health specialist kim martindale
dr.viera scheibner
nssm 200 report

📚 کتاب

* the medical mafia

* how to raise a healthy child in spite of a doctor

* dissolving illusions : disease, vaccine and forgotten history